لوڪ مسخرن، کهاڻين، گيتن، محاورن ۽ پهاڪن جو ڪتاب

# وتائي فقير جا ٽوٽڪا ۽ ٽوڪ

## UNIVERSAL TRUTHS (UPHAEISMS) OF VATAYO

## پنج ڇڙيا ڇپي مست ٿا اڇلي




وتايو فقير هڪ زميندار جي محفل ۾ ويٺل پنهنجا لقاءَ، ٽوٽڪا ۽ هاسي ڪري رهيو آهي

ان ڀاڱن ۾      قيمت هر هڪ ڀاڱو

ڀاڱو ١      ليکڪ      ٢-٥٠ روپيا

پروفيسر هر'جاڻي' جي - ايم - ڪي

نوٽ- هي ڪتاب ڪاپي ڪان ساڃي (ايتر) ڀاڙهو جو ڇڙن ڪرڻ ۽ مست فقيرن جون آکاڻيون آهن.

# وٽائي فقير جا ٽوٽڪا ۽ ٽهڪ

## UNIVERSAL TRUTHS (UPHAEISMS) OF VATAYO

## پيچ چريا ڇي مست ٽا اڇلي

## وٽايو فقير




وٽايو فقير هڪ زميداري محفل ۾ وندل
پنهنجا لطاف، ٽوٽڪا ۽ هاسي ڪري رهيو آهي

ان پاڱن ۾ — قيمت هر هڪ پاڱو

پاڱو ۱ — ايڪ — ۲-۵۰ روپيا

## پروفيسر هر 'جاني' جي - ايم - ڪي

نوٽ- هيءَ ڪتاب ڪاپي ڪان ساچي (آهي) اڙهو
جو چريا ڪڙان ۽ مست فقيرن جون آڪاڻيون آهن ·

ملاڪي ۽ سڪيا لاڪ

ڪتاب : واڻي ٺٺير جا ٽوٽڪا ۽ ٺهڪ
ليکڪ : هرجاڻي جي - ايم - ڪي
ائڊريس: بي ١١١/١٩ الهاسنگر ٥

O O

قيمت : پئسا ٥٠-٢ روپيا

O O

سال : ١٩٧٥-٧٦

O O

ڇپائيندڙ: هرجاڻي گدومل ڪٽامل
ائڊريس: بلاڪ ١٩ بي، گهر نمبر ١١١، اينٽاجي جوليٽو
ڪاليج ۽ هائر سڪول پرسان الهاسنگر ٥

O O

ڇپيندڙ : پيرومل شنڪرام ساڌناڻي
پريس : مهيش پرنٽري
ائڊريس: ١٠٠-اي، مين بزار، الهاسنگر ٣

O O

هرجاڻيءَ جا ٻيا ڇپيل ڪتاب

آکاڻيون : ٻٽ، زر ۽ زورو، ٻٽا، ڪني آگر، ڪادر
کهاڻيون: ديش وديش جون ڪهاڻيون
شعر : ڳالڙ، رڪارڊ ٿيل براڊڪاسٽ ڪيل شعر
ناٽڪ : ميراڻ ٻاچا ۽ ٻرالاٽ (ريڊيائي ڊراما)
اسالا : ڇوان ڪهڙا ڇسي مٿن ڪهڙا معاملا

# وڻائي فقير جا ٽوٽڪا ۽ ٽهڪ

هرجاڻي گدومل

سنڌ هند پبليڪيشن، الهاس نگر-٥

# ڏوڪن جي ياداشت

١- سائين منهنجو مان وڏيرن کان بہ گهٽ آهي
٢- خدا سستو ۽ گدرو مهانگو
٣- سائين ڏئي ٿو ۽ ڪنگهائي ڪنگهائي
٤- ميون سهڻا ۽ ڏيون بہ سهڻا
٥- خدا جو پٽ
٦- ڪپڙن کي بک
٧- صحيح ليٽ ڪين ڪيئہ ۽ اُن موڪليئہ
٨- ولائي وارو اڳ جهليو اليٺي
٩- چريا ڪريا اسين آهيون ۽ سياڻو سيٺي کي
١٠- سچائيء جي نعمت
١١- پل منهنجو گهر پهنگ لٿي
١٢- نرڳ سرڳ سڀ همت آهي
١٣- سالين سٺي ۽ سڀجهي ڪرڻ
١٤- سچيء دل سان نماز پڙهڻ
١٥- پهتا ولائي لائين بہ ڪين آيو
١٦- ڏار بہ سهڻا ۽ پڌو سهڻا
١٧- الله سائين کي راڄڪ آيو بہ اهو بہ ڪسي والده
١٨- وڳيس بہ پٽ رڌي وڳيس نہ مالي پاڻي
١٩- فرشتا سڀ جبل نوران
٢٠- چگو جو واهو اڳاي چڻيا
٢١- ادا، آءٌ مٺو ليو آهيان
٢٢- وري مولڪان بہ پڇجو
٢٣- مولان عشق ڪريا ڏيڪ ڪيدي ڪل

# سمرڻ

پنهنجن پيارن اسان ڏاڏن، سنڌي پيرن ۽ پاڙن جهڪي سنڌ ۾ رهي مسلمان ٿيا، ٿيٽ سنڌي ٻولي، سڀيتا، سنسڪرتي جي ٻولي پالڻهاريءَ ۾ جن جو شجرو هيٺ ڏجي ٿو.

## هرجاڻي ذات جو شجرو

هرجي مل



# وڏايو فقير

اي بسا داناي عالم ڪه از بي و پوش خلق
روز شب او خواهش بند اند حالت ديوانگي

مطلب ته هن دنيا (عالم) ۾ ڪيترائي اهڙا دانا ء خلق کان روپوش بيا آهن جن راحت ۽ ذهن پاڻ کي ديوانگيءَ جي حالت ۾ بند رکيو آهي. سو اڄ اسين هڪ اهڙي اشور جي ٻاري جو ذڪر ڪريون ٿا جنهن کي عام طرح "ديوانو درويش" ڪري سڏيو ويندو هو. اها حقيقت آهي، ته هيءُ جنهن لولي ۽ رنگ ٻلنگ ۾ رهندو هو، تنهن ۾ سڀڪو هنکي پاڳل پاڳو ۽ چريو فقير ڪري سمجهندو هو. پر پکيران ته هن سان انهيءَ پورڙائيءَ ۾ اهڙا ته پال ڪيا جهڙا پنهنجن ٻارن ٻچن لئي ڪندو آهي. شاه صاحب فرمايو آهي:

الا ڏاهي م لباں فاهيون لڪ ڏسن
مون سان موون ٻان، پورائيءَ ۾ پال ڪيا

هيءُ درويش انهيءَ پاڳلپڻي جي لباس ۾ ماڻهن کي اهي ته سياڻپ جا نقطا پڌائي ڇڏيندو هو، جو سڀني کي حيرت وٺي ويندي هئي. سندس نقل پاڪل مشهور آهن. انهن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته ظاهر قول هن جيڪي چيو آهي، سو ڪل جهڙو آهي، ليڪن حقيقت

۾ اهو نصيحت سان ڀرپور آهي. افسوس آهي جو اهڙي ليکڪ هندي جي ڪتاب تاريخي حقيقت اسان وٽ نه وهي، هت هندستان ۾ نه ڇا پر پاڪستان ۾ پڻ.

تاريخ پاڻ دهرائيندي آهي. ان قول موجب هيءُ ڪو پهريون دفعو ڪونه آهي جو مسلمانن جي ظلمن کان اسين هندو هيڏانهن (هندوستان) لڏي آيا آهيون ۽ باقي هندو جو اتي رهيا سي اڳ پوءِ مسلمان ٿي ويندا جهڙي ليکڪ جو وڏو پڙ ڏاڏو صوبراج هرچنداڻي ثبوت آهي. ساڳيءَ طرح سنڌ مان ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ پڻ هندن ظلمن کان لڏ پلاڻ ٿي هئي ۽ پوءِ ميرن جي حڪومت ۾ وري ڪي سنڌي واپس وريا ۽ ديوان گدومل وغيره وزير ٿيا.

اهڙيءَ هڪ لڏ پلاڻ وقت ديوان هرجي مل پڻ پرائي ملڪ ڇڏي سنڌ ورتي پٺجي دور ديس ڏانهن هليو ويو ۽ جتي سنڌ س نالو هرچا پيا جاريا پيو. جنهن مان هرجاڻي ذات ٿي ۽ سنڌ پٽ وسيو اتي سنڌ ۾ رهجي ويو. اهڙيءَ طرح واڌو ٺڪر اصل هندو هو، جنهنجو اصل نالو وسيو هو ۽ پوءِ مسلمان ٿي هنجو نالو ولهو رکيو ويو. هيءَ ڪا منهنجي من گهڙت ڳالهه نه آهي پر سنڌ جي پڻ مسلمان ليکڪن هرساڻيءَ ۽ ٺاڪور پنهنجي ڪتابن ۾ قبول ڪئي آهي. چون ٿا ته هيءُ (وسيو) ٺاڪور هئو ۽ چاڙهو هو. جتان مسلمان جي

ظلم کان پنهنجي مائٽن سان گڏجي اچي نصرپور وٽر
جيئن هاڻ آهي رهيل سنڌي روهڙي، سکر، شڪارپور
۽ لاڙڪاڻي مان گڏجي اچي ڪراچيءَ ۾ رهيا آهن.
اُتي به پنجابي مسلمان نه، فقط هندن کي ستائين ٿا ۽
سنڌي مسلمانن تي پڻ هندن جو رعب آهي. اهڙي قدر
جو روڙيءَ ۾ ابدال ۽ بيڪس ۽ سنڌ جي ٻين ڪيترن
درگاهن تي هندن واري پڙهي ڪلام ۽ سکاڻن ڳائڻ ۽
وڄائڻ تي بندش پيل آهي.

جڏهن وسيو عرف وليو وڏو ٿيو تڏهن سندس پيءُ
هن کي امرڪوٽ (جنهن کي سنڌ جا مسلمان زوريءَ
عمرڪوٽ سڏيندا آهن) مان مڱايو. ان وقت ئي هن
جو اهڙو لوڏو هوندو هو، جو سڀ هن کي "وسيو چريو"
ڪري چوندا هوا.

هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته هيءُ گهمندو گهمندو
امرڪوٽ ۾ وڃي نڪتو. اُتي مائون ٻاهر ٻري رهيون
هيون جي هن کي سڃاڻنديون هيون. انهن ۾ هن جي
مڱ به هئي. ٻين مان سندس مڱ کي چئو ته اون وٺي
کي کيڪار! ڏسون ته ڇا ٿو چوي؟ جڏهن هن کيس
کيڪاريو، تڏهن يڪدم چوڻ لڳو ته: "چريا ڪريا
آهيون، پر سڃاڻون سڀني کي ٿا."

ان بعد جلدي هن جي شادي ٿي ۽ زال وٺي
نصرپور آيو. ٿوري وقت کانپوءِ سندس پيءُ چالاڪ

ڪيو. جنهن ڪاڻ هو هڪڙي زوريءَ ٻارن سوڌو مسلمان ڪيو ويو ۽ سندس نالو شيخ ولائي رکيو ويو. پر جيئن ته سندس اصل نالو وسيو هو، تنهنڪري مسلمان ٿيڻ بعد به سندس نالو ماڻهن کان وسري نه ويو ۽ ولائي مان ماڻهو وليو چوڻ لڳس جو اڄ ڏينهن تائين مشهور آهي. هن پنهنجي موت سان به مذاق (چرچو) ڪيو آهي جا ڳالهه اوهان کي ولائي فقير جا ٽوٽڪا ۽ ٽهڪ ڀاڱو ٢ واري ڪتاب ۾ پڙهائينداسين. جو هن وقت پريس ۾ ڇپجي رهيو آهي.

هن جي لوڪ ادبي اهميت ڪان نسن ميان جي مقالي لئي غلام شاه ڪوٽ ۾ آهي. بقول سندس شعر جي ولائي فقير جا سخن ڏاڍا سٺا هوا جن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا:

سٺا سخن جن جا موتي ۽ الماس
دانا ڏٺي تو دل ۾ لن ٻيا ڪن جي پياس
آڳا اندر منهنجي، آهه اُهائي آس
ولائي اڄ اداس، لهي سڄڻ جي صحبت مان

هرجاڻي گدومل

# ١- ماڻهن، ٽهڻ جو مان وڏيرن ڏن ۾ گهٽ آهي

ڳالهه ڪندا آهن ته ڪٿي واه جو ٻند ٽٽي پيو. اتي جي زميندار ٻنهي جي ڪمدار کي حڪم ڪيو، ته جيئن وڃي وڃ ۽ واه ٻڌائي اچ. ڪمدار اهڙو وڃي ڪم شروع ڪيو. گهارو تمام زور سان پيو هو، انهڪري ٻند ٻڌجي نٿي ٿيو. ته ڪمدار ڳاڙهو ٿي ويو. ويو ماڻهن کي اڙٻون چاڙهيائين. ماڻهن ۾ گهڻائي وس ڪيا، پر پاڻيءَ سان وس نٿي ته هلين.

ان ٻند جي پرسان عام گس هو، جتان اوبي سڙي پيو لنگهندو هو. ڪمدار خيال ڪيو، ته هاڻ جيڪو هتان لنگهندو وڃي، انهيءَ کي ۾ ڦاسائيندو وڃان، ته ٻند ٻڌجي پوي، ته نه زميندار وٽ ٻڌا ٻند ٻڌائڻ جي واس ته ڏاڙهيءَ مان ڦڪو ۽ ڪرڻ رهندو.

اتفاق سان وائي فقير ۽ ٻيا ٻ **گامون** مڇار (جنهنجو ڪتاب پريس ۾ ڇپجي رهيو آهي) ۽ وڏيري جو نوڪر بشارت الان اچي لانگهائو ٿيا. ڪمدار پورهيان ۾ جيڪي اڳيان هوا انهيءَ هڪل ڪئي ته وهندڙ ڪيرون ٻڌائي! هڻ چيو، ته اسين رئيس غازي خان مريءَ جا ماڻهو آهيون سنڌس ميهون ڪاهڻ ٽڪا وڃون پيو ميڙاٽي ڪير. انهيءَ مرڪل ڏٺي وائي فقير کي چيائين، ته اوهين ڪهڙي جو ماڻهو آهيو؟ هن جواب ڏنو ته آءٌ خدا جو

ٻانهو آهيان. چيائينس ته تون خدا جو آهين، باقي ٻيا ڇوڪرن جا آهن، هل هيڏانهن هلي ڇيڙ ۾ ڪماءِ.

وائي فقير آسمان ڏي نهاري الله تعاليٰ کي مخاطب ٿي چيو ته ”منهنجو مان ته وڏن ٻارن جهڙو به ڪونهي!“

## ٢- خدا سستو پر گدرو مهانگو

وائي فقير نه هو لالچي. کيس نه هئي ڪائڻ جي چنتا نه ڪنهن ٻيءَ ڳالهه جو خيال. ڪنهن کان به پيسو ڏوڪڙ ڪون گهرندو هو. اگر ڪنهن کي شرڌالو کيس ٽڪو آنو ڏيندو هو ته به هو خدا جو موڪليل سمجهي وٺندو هو ته ته سندس لاءِ سدائين آندو هو.

هڪ ڏينهن ڪنهن شرڌالوءَ کيس ٽڪو ڏنو. ٽڪو کيسي ۾ وجهي هلي پيو. رستي تان ويندي بازار ۾ وائي هڪ هنڌ گدرن جو ڍير ڏٺو. جڏهن به بازار ۾ ڪنهن شيءِ لاءِ دل ٿيندي هئس ته نفس کي چوندو هو ته وٺي ٿو کارايانءِ پر هو وري وڃي هڪ خيال ڪين ڪندو هو ۽ مستيءَ ۾ هلندو رهندو هو. من جي امنگ اندر ئي رهجي ويندي هئي.

اڄ جڏهن ڏٺائين ته ٻاٽو گدرا ڪاٽي رکيا آهن ته هن من چيس، ”اڄ ته گدرو کاراءِ.“ وائي خيال ڪيو ته اڄ من جي اڇا پوري ڪندس. وائي اتي هٽ دڪاندار کي چيو، ”ادا، الله سائينءَ جي نالي تي ڪو سستو گدرو کاراءِ....“

دڪاندار ٻڌڻ تي والي ڏانهن ڇتائي نهارڻ لڳو ۽ پوءِ چوڻ لڳو، "ڏس ته فقير جي آڪڙ، هڪ ته گهري ٿو خدا جي نالي ۽ اهو به سٺو گدرو کيس کپي."

دڪاندار غصي ۾ ناراضپي سان ڳولهي ڦولهي هڪ ڪچو گدرو ڍير مان ڪڍيو. دڪاندار خيال ڪيو ته اهو گدرو ته سڀاڻي تائين رسي راس ٿيندو. فقير کي چوڻ ڪونه ۽ ڦٽل گدرو ڏيان جنهن وري ڪڏهن کڻڻ نه اچي. اُن بعد هڪ ڪنو ۽ ڦٽل گدرو فقير کي ڏنائين. والي جي من کي اهو گدرو پسند ڪين هو سو من ۾ چيس ته وٽ جڏهن ٻڪو ا آهي پوءِ ڇو نه ٻڪو ڏيئي سٺو گدرو وٺان.

والي کي اها ڳالهه پسند پيئي سو يڪدم ٻڪو ڇوڙي دڪاندار کي ٻڪو ڏيندي چيو، "ادا، هاڻ وٺ هيءُ ٻڪو، سٺو گدرو ڏج."

دڪاندار ٻڪو ورتو، فقير کي ڳولهي ڦولهي هڪ سٺو گدرو ڏنو.

والي هڪ هٿ ۾ ڪنو گدرو ۽ ٻئي هٿ ۾ سٺو گدرو کڻي پرسان ميدان ۾ آيو. ڪني گدري وارو هٿ مٿي ڪري آسمان ڏانهن نهاريندي چوڻ لڳو، "الله تعاليٰ هيءُ ڏس تنهنجي نالي تي مليل گدرو ۽ ٻئي طرف ڏس هيءُ ٻڪي وارو گدرو. اهڙي اولده جهان ۾ ڇو ڪٿي اليئي جو دڪاندار تنهنجو ملهه ٻڪي کان به گهٽ سمجهيو آهي.

# ٣- سائين ڏيندو پر ڪنگوائي ڪنگوائي

هڪ ڏينهن وتائي فقير خيال ڪيو ته هي جو ماڻهو چوندا آهن ته "سائين سڀني کي روزي رسائيندو آهي." سو اَڄ آءٌ به آزمودو ته ڪريان ته اها ڳالهه ڪيتري قدر برابر آهي! اهو خيال ڪري شهر کان ٻاهر نڪري، ڪٿو ر واه جي ڪناري تي اچي، هڪ وڻ تي چڙهي ويهي رهيو. ٻه ڏينهن گذري ويا، پر ڪنهن روٽي نه نصيب ڪئي. تيس ٻر ڪو ماڻهو به ڏسڻ ۾ ڪين آيس. دل ۾ چوڻ لڳو ته ماڻهن جو اهو اَنڌ وشواس آهي ته اَلله سائين سڀني کي ئو روزي رسائي. وتائي کي بک، ته ڏاڍي لڳي هئي پر جيئن جو هوءَ اَلمست هو سو ڪنهن خاص تڪليف محسوس ڪين ٿي جيتري رواجي ماڻهوءَ کي ٿيڻ گهرجي. وتائي خيال ڪيو ته خدا کي اَڄ ٽئين ڏينهن به ٿو آزمائي ڏسان.

ٽئين ڏينهن هڪ اَمير شڪار تي اُن طرف آيو هو. اَمير شڪار بعد ان وڻ جي هيٺان ڇانوَ ۾ اچي منزل هڻي، سندس ماڻهن اتي رانڌڻ پچائڻ چالو ڪيو. جڏهن ماني تيار ٿي، تڏهن اَمير حڪم ڏنو ته ٻهراڻ ٿالهي پيٽ جي ٻري، ٻراڻ گهر ٻيا ڏسجن، اهي خدا جي نالي ڏيئي اچو.

فقير جڏهن اهو ڏنو ۽ ٻڌو تڏهن خيال ڪيائين ته اَگر هاڻ به جي ماٺ ڪري ويهندس ته بک مرندس،

سو وتائي فقير زور سان وٺي کنگهائڻ. ماڻهن ٻڌو ته هتي وڻ تي ڪو فقير ويٺو آهي. سو هيٺ کي چيائون، ”فقير هيٺ لهي اچ ۽ اچي هيءُ ٻٽ کاءُ. وتايو فقير هيٺ لهي آيو ۽ اچي ٻٽ کاڌائين. ٻٽ کائي مڙني ڏوٽ آيو.

ماڻهن پڇيس، ”فقير، تون ٽي ڏينهن ڪيڏانهن گم ٿي ويو هئين؟“ فقير کين ورائي ڏني ته، ”ماڻهو چوندا آهن ته خدا رزاق آهي ۽ سڀني کي روزي رسائيندڙ آهي سو ڏٺم جو آزمودو وٺڻ ويو هوس.“

ماڻهن پڇيس، ”ڀلا، آزمودو ورتئي؟“

وتائي فقير کين چيو، ”ها، روزي ڏني اٿس، ليڪن کنگهائي ته ڏني.“

## ۴- مُئون سهائو پر....

هڪ دفعي وتايو فقير ڪنهن وڻ هيٺ ويٺو هو، ته سامهون ماڻهو لاش کڻيو پئي آيا. هن کي چيائين ته ڇا کڻيو اٿوَ؟ جواب ڏنائونس، ته آندو ڪرڻ آهيون. ڏسين ٿو، ته لاش آهي، پوءِ ڇا آهي؟ وتائي فقير چيو، ته لاش ته برابر آهي، پر زال آهي يا مڙس؟ هن چيو، ته زال آهي. وري چيائين ته ڪنواري هئي يا پرڻيل؟ هن چيو ته ڪنواري هئي. ٽهڪ چيائين، ته ”مار ڀيڻوَ! مئون سهائو، پر ڏٺون نه سهائو.“

# ٥- خدا جو پٽ

هڪ ڏينهن والو فقير پنهنجي گهر ڏي ويو، تہ ڏٺائين تہ دروازي جي پرسان هڪ ڇوڪر ويٺو ٻورو ڪري. کانئس پڇيائين تہ ڇوڪرا، ڪنهن جو پٽ آهين؟ هو ڇوڪر تہ ڪو سخت چڙائي هو، تنهن چڙ ڪري چيس، تہ الله جو. يڪدم پاڻهن بہ هٿ وجهي، ولي هاي مسجد جي در وٽ ايندو، اتي چالهمس، تہ "آبا، پراوا گهر هٿڪي نہ وڃاءِ، الله جو گهر هي آهي."

# ٦- ڪپڙن کي ٻک

وائي فقير جي ڳوٺ جي پرسان هڪ ڳوٺ ۾ شادي هئي. دهل دمامن جون ڌمون ۽ ٻين جون الويون اچي رهيون هيون. والو فقير بہ پنهنجي غريباڻي پوشاڪ ۾ سڌو ڇڏي بہ هليو ويو. هيڏانهن هوڏانهن گهٻوٽي تيار پيا ٿين، پر ڪنهن بہ ڪي صلاح بہ ڪانہ ڪيس پيا جهڙي ڪپڙن گهٽ ڏسن تيئل ماڻهو پيا اچن، تن کي خاطريا وڏيو عزت سان وهارين ۽ کين ماني ٽڪي کارائين.

هوءَ واهي واهي ليڪ الهو. هڪ ڪٿي وٽ آيو، ان کي پنهنجا ڏيئي مسواڙ اي ڪپڙا ورتي، اهي پائي ڏاڍي ٺٺ سان اچي چڙهي بہ گهڙيو. ماڻهو ڊوڙي آيا ۽ ولي هاي باعزت وهاريائونس. يڪدم اوڙ پلاءُ اچي

ويا ۽ فقير جي اڳيان رکجي ويا.

فقير ڪپڙن ۾ هٿ وجهندو، انهن کي چوي، ته کائو کائو! ماڻهن چيس، ته ڇريو آهين ڇا؟ جواب ڏنائين ته سويري غريباڻي ڪپڙن ۾ اچي ويٺس، ته ڪنهن ڪنڌ کڻي به ڪو نه. هينئر جڏهين هي ڪپڙا پائي آيو آهيان، تڏهين سڀڪا خوشامد پيئي ٿئي. هيءَ ماني ڪپڙن کي ملي آهي، نه مونکي. مونکي ماني ملي ها، ته سويري ئي ملي ها. انهيءَ ڪري هنن کي پيو چوان کائو کائو!!

## ٧- صحيح نيت ڪين ڪئي پر....

هڪ ڏينهن وتائي فقير جي گهر ۾ اَن ڪونه هو. ماڻس چيس، ته اَبا اَڄ اَن خير ڪو آهي. فقير يڪدم اٿيو. سڌو مسجد ڏانهن هليو ويو. اتي وڃي منبر تي چڙهي، پنو ۽ مس قلم کڻي رب پاڪ کي چيائين، ته جي ڪٿو هجين، ته هٿ صحيح ڏي.

اوچتو مسجد جي در ڪان فقير کي سڏ ٿيو. ڏسي ته هڪ ماڻهو ڳڏه لي اَن جي ڳوڻ کڻيو بيٺو آهي. فقير کي چيائين؛ ته هيءَ تنهنجي لاءِ آندي اٿم. وتائي کلي چيو، ”ته يار صحيح نيت ڪانه ڏٺه، پاڻي اَن موڪليئه!“

## ٨- وتائي وارو اڳ جهليو اٿئي

هڪ ڀيرو وتائي فقير جي ڳوٺ ۾ چوري ٿي. ماڻهو

اتي ڪٿي الهندي پٺيان ويا. وتايو فقير ٻوڙي ٻاهر نڪتو ۽ وڃي مقام ۾ اچي رهيو. ماڻهن پڇيس، ته فقير هيت ڇا ٿو ڪرين؟ جواب ڏنائين ته چورن جو ٿو اڳ وٺان. اُميد ته هيت ئي ايندا. انهيءَ ڪان اڄ تائين سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي، ته ”وتائي وارو اڳ جهليو اٿيئي.“

## ٩- چريا ڪريا اسين آهيون پر....

هڪ ڏينهن وتايو فقير هڪ هندو ٻاهمڻ جي پوڙ ۾ ميڙو ويٺو هو، ته هڪ ماڻهو اچي ٻرسان پيشاب ڪيو. فقير هن ڏي نهاري چيو، ته ”چريا ڪريا اسين آهيون، پر هي ته نسوري اُلڌائي چٽي“

## ١٠- سچائيءَ جي نعمت

هڪ سال درياه شاه دادلو موج ۾ هجي. ساوڻ جا ٻوڙا هجن. مٿان اچيو ٿيون برساتون پئون. چوڌر مينهن جو پاڻي وسي، سو درياه ۽ ڦاڙ پيو ڦاڙي. سڄي شهر ۾ ٻوڏ جو خطرو ٿي ويو. ماڻهن کي سر جي لڳي وئي. سڀڪو اوڙن پوڙن ۾ مشغول ٿي ويو.

فقير پنهنجون پٽ ٿي رليون ۽ مختصر سامان کڻي نڪتو شهر کان ٻاهر. ماڻهن جا حال ڏسي، اچي ٿي چيائين، ته ”ڪٿي ڪٿي سچائي ڪم اچيو وڃي.“

## ١١- ٻيل منهنجو گهر ٻهنگم ٿئي

هڪ ڏينهن وتايو فقير هڪ حلوائيءَ جي دڪان

وڻان اچي لنگهيو. ڏٺائين ته طرحين طرحين مٺاين جا ٿالهه پوريا رکيا آهن. حلوائي ماٺ ڪيو ويٺو آهي. هن ڇا ڪيو، جو اڳرو ٻڪ هي ڪري، حلوائي جي اکين ۾ هٿ لڳو. حلوائيءَ چيس، ته فقير اهو ڇا ٿو ڪرين؟ ڇپائيندس ته تون ڏسين ٿو ڇا؟ فقير چيو، ته پيو انڌو آهيان ڇا؟ فقير چيس، تون جي سڄو آهين، ته پوءِ هيترا مال ڏسيو ۽ ماٺ ڇو ڪيو ويٺو آهين؟ حلوائيءَ چيو، ته جي اهي وٺو کائيندس، ته منهنجو جهڳڙو ٿي ويندو. وڻائي فقير چيو، ته "ڇڱو تون اٿ ته آءٌ ٿو کاوان. پر منهنجو گهر ٿي پڪ ٿي وڃي."

# ١٢- نرڳ سرڳ سڀ هتي آهي

هڪ ڏينهن وڻائي فقير ۽ ماڻس ڪنهن سفر تي اٿيا. واٽ تي سج لهي ويو ۽ رات پئجي وئي. ماڻس هن کي چيو، ته ابا، ڪو ٽانڊو ڪٿان کڻي اچ، ته ماني پچائي وٺان. فقير چيو، ته امان، هيءَ رڻ پٽ ۾ ٽانڊو ڪٿان آڻيان؟ ماڻس چيس، ته تون ولي الله آهين. وڃي دوزخ مان ٽانڊو کڻي اچ. وڻائي فقير چيو، ته دوزخ ۾ ٽانڊو ٿئي ئي ڪونه. ماڻس چيو، ته ابا، هي جو چوندا آهن، ته گنهگارن کي دوزخ جي باهه ۾ ساڙيو ويندو، سو ڪيئن؟ فقير چيو، "منهنجو دوزخ ۾ اهڙي سڀڪو هتان ئي لاهي ٿو. اهي ٽانڊا هرڪو هتان ئي کڻيو وڃي ٿو."

چيو ته اسين جو واڳو واڳو ڪندا ٿا هلون، تڏهن ڪان
الله الله چوڻ ڪريون؟ اسان واڳو، واڳو چوڻ بند ڪري
الله الله چوڻ لڳا ته اچي پڌر لڳا. واڳي فقير پنهنجي
کي پيري هڪڙي چماٽ هڻي ۽ چيائين ته
”اوهين پهتا واڳين لائين ۾ ته آهيو، سو ٿا الله لائين
پهچو! اهڙا ٽوڪل وارا هجو ها ته مرڪي پروفيسر ني
سوال نه ڪريو ها!“

## ١٦- ڏٺو نه سوسايو پر ٻڌو سوسايو

واڳو فقير هڪ واھ جو ڪنارو ولي اچي لنگهيو. ڪنهن گهيڙ تي ڏالون ولهي وهنجيون واڳي فقير کي جو ڏٺائون سو سڀئي ڪڍي ٿيي هڻي. فقير نهاري چيو ته ”ڏٺو نه سهسايو، پر ٻڌو سهسايو.“

## ١٧- الله سائين کي ريچڪ آيو....

هڪ ڏينهن واڳي فقير کي ماڻس چيو ته آيا، ڪڏهن ڪٿي بيٺي آهي هاڻ ته الله سائين کي سوال ڪر، ته ڪجهه ڏياري. فقير رب پاڪ کي سوال ڪيو. کيس ارشاد ٿيو ته اها کوهه جيڪا پير ايتي الهي اها وڃي ڏوڙ. هن اير کي ڏوڙيو ته مٿانئس رپين جو مينهن وسي پيو. هن چيو ڪيو جو هڪڙو رپيو کڻي اچي ماھ کي ڏنو. ماڻس چيس ته آيا، هيترن رپين مان فقط هڪڙو رپيو کڻي آيو آهين؟ فقير چيو ته ”ماٺ ڪر، الله سائين کي ريچڪ آيو ته اهو به کسي ونندو.“

## ١٨- وڌيس نه پٽ رڌي وڌيس....

هڪ دفعي هڪ ڪچهريءَ ۾ وتايو فقير ويٺو هو. اتي هڪ ماڻهوءَ ويٺي ٻين کي نصيحت ڪئي ته ادا سڀڪجهه سائينءَ جي هٿ ۾ آهي. ڪرڻ ڪرائڻ وارو قادر آهي. هر چيز ان جي حڪم هيٺ آهي وغيره.

وتائي فقير اهو ٻڌي کلي ڏنو. ماڻهن پڇيس ته فقير کلين ڇو ٿو؟ چيائين ته ادا اهو سڀ سچ آهي. ٻيون سڀ ڳالهيون الله سائينءَ جي هٿ ۾ آهن، پر ٻه ڳالهيون اسان جي وس ۾ آهن. ماڻهن پڇيس ته ڪهڙيون؟ چيائين ته "وڌيس نه پٽ رڌي، وڌيس ماني پچائي."

## ١٩- فرشتا سڄو جبل ٽوڙين

هڪ ڏينهن ڪنهن ملان وعظ ڪندي چيو ته وٽ چنڊڻ وڏو ثواب جو ڪم آهي. هيڪڙو وڏو پٿر ڪٽي ان سان وٽ چنڊجي، جو اهڙي وٽ وارا پٿر قيامت ڏينهن ملائڪ ٽوڙيندا ۽ انهن جو ثواب ملندو. فقير جڏهن اها ڳالهه ٻڌي اٿي هليو. هلندي هلندي وڃي هڪ جبل تي چڙهيو. اتي پيشاب ڪري، سڄي جبل تي وٽ چنڊي، چيائين ته "هاڻ ڀل ته ملائڪ جبل ٽوڙين."

## ٢٠- چڱو جو ريهو اڄ ئي ڇڏيم

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڪنهن پر واري ڳوٺ ڏانهن ٿي ويو. واٽ تي سج لهي ويس ۽ رات پئجي ويس.

فقير کي پنهنجي مقام ۾ واندڪ نه ڏٺائين. سڏ ڪري چيائينس ته درويش مونکي گاڏي ڪڍائڻ ۾ اچي مدد ڪر. وائي فقير چيس ته "ادا آءٌ مٿو پير آهيان ته ته لڏهجي گاڏي سواري لڪري وڃي ها."

# ٢٢- وري مونکان نه پڇجو

وائي فقير کي ڪو ٻڪرو ڪونه هو. هڪ ڏينهن ڳوٺان نڪري ٻئي پاسي وڃي رهيو. ليڪن ٻڪرو خريد ڪري واپس ڳوٺ موٽيو. واٽ تي هڪ ماڻهو مليس. تنهن پڇيس ته فقير، ٻڪرو گهڻي وارو آهي؟ جواب ڏنائينس ته ٤٠ رپئي. اڳتي هليو ته ٻيو ماڻهو مليس. ان به پڇيس ته فقير ٻڪرو ڪيتري خريد ڪيو آهي؟ ان کي به جواب ڏنائين ته ٤٠ رپئي. اهڙي ۾ اچي ڳوٺ جي ويجهو پهتو. خيال ڪيائين ته جيڪڏهن ڳوٺ ۾ ٻڪرو ڪاهي ويندس ته سڀ ماڻهو ٻڪري بابت الڳ الڳ پڇندا. تنهنڪري اهڙي ڪا تجويز ڪريان جو هڪ ئي دفعي ٻڌائڻ سان سڀني ڳوٺ کي خبر پئجي وڃي. سو هڪ وڻ تي چڙهي وڃي گهوڙا ڪيائين. ماڻهن جو رڙيون ٻڌيون، سو ڊوڙندا اچي گڏ ٿيا. هن کان پڇيائون ته "فقير رڙيون ڇو ٿو ڪرين؟ جواب ڏنائين ته هي ٻڪرو فلاڻي ماڻهوءَ کان مون ٤٠ رپئي ورتو آهي. سڀ ڏسي ڇڏيو وري مونکان نه پڇجو ۽ جيڪو هتي نه آيو هجي، تنهنکي به ٻڌائي ڇڏجو."

# ٢٣- مونسان عشق ڪر يا ڏنڊ...

واڻايو فقير هڪ دوست وٽ ويٺو هو. اوچتو ان لهجوارن ڳالهين ڪندي عشق جي ڳالهه اچي نڪتي. فقير پنهنجي دوست کي چيو ته ادا عشق ڇا آهي؟ دوست چيس ته فقير عشق دل جي ولور ۽ روح جي راحت آهي. جنهن کي عشق الڳو نه آهي، اهو انسان ئي نه آهي. تنهن تي فقير چيو ته الڏهن آءٌ به عشق ڪريان. هن چيس ته ضرور. فقير چيو، ته ڀلا اهو عشق ڪنهن سان ڪبو آهي ۽ ڪيئن ڪبو آهي؟ دوست چيس ته فقير، مرد جو عشق هميشه زال سان ٿيندو آهي. ان کي قاعدا جا ڪيترن طريقا آهن. پهريان پهريان ان کي سنهو پتر ڪڍي هڻبو آهي. پوءِ جهڪو لمولو هر ۽ اختيار ڪندي آهي، تنهن موجب هلبو آهي. فقير اهي خبرون ڪري اٿي هڪ اڳي ڪان موڪلائي وڃي هليا. اٿي ڏٺائين ته فقير گس ويو پيئي آيو، اچي ڏنائين ته هڪ مائي پاڻيءَ جا دلا مٿي تي کنيو پيئي وڃي. هن ڇا ڪيو جو هڪ وڏو پتر ڪڍي لڪاءِ ڪرائينس. مائي وچاري پتر لڳڻ سان ڪري پيئي ۽ بيهوش ٿي وئي. فقير مٿان بيهي هن ڏي نهاري چيو، ته ”مون توکي پتر هنيو، ته مون سان عشق ڪر، يا ڏنڊ ڪڍي ڪل.“

# هن ڪتاب جي باري ۾

لوڪ ساهتيه جي ليکڪن هن وقت تائين لوڪ ڪٿائون، ڪهاڻيون ۽ گيت قلمبند ڪيا آهن. پر لوڪ مسخريون لوڪ چوڻيون (ڪهاوتون پهاڪا، اصطلاح) ڪنهن به ليکڪ پڻ الڳ ڪري نه پڪاريون آهن هوبهو سندن مهاند ۽ نا روپ رنگا نه پڪارڻ ۾ هرجاڻي گدومل بلڪل ڪامياب ويو آهي جنهن لاءِ هو جس جو لائق آهي.

ايل - ايڇ - اجواڻي پرنسپال

٢- ولايو فقير درويش هو، شاعر هو. جيڪو گفتي گفتي ۾ گيان چرچا ڪندو هو. سندس چرچن ۾ مذاق سمايل آهي ۽ انهيءَ مذاق ۾ ووري سمايل آهي سياڻپ ۽ سکيا. مون گدومل هرجاڻيءَ جي ڪتاب جا مسودا ٿورڪا پڙهيا آهن ۽ انهن مان آنند پرايو آهي.

پروفيسر رام پنجواڻي

٣- ولائي جي مزاج جي مخصوص ٽيڪنيڪ آهي، جنهنجي ڪري سندس نقلن ۾ زندگيءَ جي حرڪت ۽ واقعات جي پوري تصوير ڪشي ملي ٿي، جنهن ۾ سندس طنز جي ٽوڪش مان هنيل تير ڪورا نشاني کان خالي نظر ٿو اچي ۽ ماحول تي ڪيل سندس خنده زني پنهنجي پاڻ ۾ حقيقت جو عنصر رکندي اچي ٿي. سندس نقلن ۾ نه لفظي بازيگري آهي ۽ نه رعايت لفظي. ولايو پنهنجي ماحول جو نباض، نقاد مصلح ۽ عظيم فنڪار نظر اچي ٿو ۽ ساڻس گڏ سندس سوٽ هن ڪتاب جو ليکڪ هرجاڻي پڻ.

'ٽائيمس' TIMES اخبار